# صُبحُ ۽ سانجهِئِ

جي نِماز جي رِيت

يا

عام دُعائن جو ڪِتابُ

عِيسائِي دِين وَدائِطِ جي مَجلس لاءِ

لندن شهر منجهہ ڇپيو

سنه ١٨٧٣

# وَرِهَ جي سَيڪنهِ ڏِينهَ لاءِ

# صُبُحَ ۽ سانجهيءَ جي نِمازَ جي رِيت

---

جيڪي آيتُ پاڪَ لِکِتُنِ جِيءَ هيٺِ لِکيلُ آهِنِ تنِ مان پادري صُبُوحَ جي نِمازَ جي مُنڍَ ۾ هِڪُ يا وَڌِيڪ آيتُ ڏاڍيان پَڙهي ۽ تنهِ کان پوءِ جيڪي هِننِ آيتُنِ جي هيٺِ لِکئلُ آهي سو بہ پَڙهي

بُڇڙي جا بُڇڙائِي ڪَئِي آهي سا جَڏهي جيڪڏهِ موٽِي واجبِي ۽ سَچاڪَمَ ڪَندو تہ پهنجي رُوحَ کي جيئرو رَکَندو ۞ حزقيل ١٨ بابُ ٢٧ ـ آيت

آءٌ پَهنجِي تَقصِير باسيان ٿو ۽ مُهنجو ڏوهُ سداءٌ مون اَگيان پيو ڦِري ۞ زَبور ٥١ ـ ٣ ـ آيت

پَهنجو مُنهُ مُهنجنِ گُناهنِ کان پَرِي ڪَرِ ۽ مِڙيئِي ڏوهَ مُهنجا ميٽِ ۞ زبور ٥١ ـ ٩ ـ آيت

خدا جي قُربانِي سا شِڪستَہ دِلِ آهي ۞ اي خدا تُون دِلِ لَٽَلَ ۽ پِگَلَ کي ڪِينَ ڌِڪارِينديِ ۞ زَبور ٥١ ـ ١٧ ـ آيت

پَهنجا لَٽا نہ چِيريو پَر پَهنجِي دِلِ چِيريو ۽ پَهواه پَهنجي خُدا ڏي ڦِرو ڇاڪان

تہ اُهو ٻلو ۽ ٻاجهارو آهي ۽ ڪاوڙ ۾ ڍرو ۽ جهجهيءَ نيڪيءَ وارو ۽ ڏک ڏيڻ کان
اَرمانَيلُ آهي - يوئيل ۲ - ۱۳ - آيت

جيتوڻيڪ اَسِ پهنجي خُداوند خدا کان ڦرياسُ تہ سَندِس ڳالهِ ڪَنِ نہ رکيسُون
تان تہ جيڪي حُڪمَ هُنَ اسانکي ڏِنا تن تي هَلُون تَڏهِ بہ ٻاجهہ ۽ مَعافِي
اُنجيءِ آهي ۞ دانئيل ۹ بابُ ۹ ۽ ۱۰ - آيتَ

اي خُداوندَ تُون مُونکي سيکتِ ڏي پَر اَندازي ساڻُ ۽ نہ پَهنجيءِ ڪاوڙِ ساڻُ
متان مُونکي چَٽُ ڪَري ڇڏِيءِ ۞ يرمياه ۱۰ - ۲۴ - آيت

توبه ڪَريو ڇوجو آسمانَ جِي بادشاهِي ويجهِي آهي ۞ متي ۳ - ۲ - آيت

آءٌ اُٿِي پَهنجي پِيءُ ڏي هَلِي ويندُسِ ۽ چَوندو سانسِ اي بابا مُون آسمانَ جو
۽ تُهنجو گُناهُ ڪَيو آهي ۽ هاڻي اِنهي لائِقُ نہ آهيان جو وَرِي تُهنجو پُٽُ چَوايان ۞
لوقا ۱۵ - ۱۸ ۽ ۱۹ - آيت

اي ڏڻِي پَهنجي ٻانهي تي عدالتَ نہ هَلاءِ ڇوجو تو اڳيان ڪوئِي ماڻهُون
سچو نہ ٺهرندو ۞ زبور ۱۴۳ - آيت ۲

جي چَئُون چي اَسِ بي گُناهَ آهيون تہ اَسِ پاڻکي ٺڳيُون ٿا ۽ سَچائِي اسان
مُنجهہ نہ آهي پَر جيڪڏهِ اَسِ پَهنجا ڏوهَ باسيُون تہ هُو اسانجي گُناهنِ جي
بَخشڻُ ۽ اَسانکي سَبِ نارستيءِ کان پاڪُ ڪَرڻَ لاءِ سَچو ۽ نِياءِ آهي ۞ ۱ يوحن ۱-
آيت ۸ ۽ ۹

اي پيارو پائرو ٻيٻُل اسانکي ڪن ڪن سَندن ۾ سمجهائي ٿو تہ اَسِ پهنجا طَرحي طرحي ڏوهَ ۽ ٻُڇڙائيءَ مڃيُون ۽ باسيُون ۽ قادر مُطلق خُدا پهنجي آسماني پيءُ جي حُضُورَ ۾ اُنهن جو مِنهُ نہ ڪريُون ۽ نہ اُنهن کي لِڪايُون پر غريب ۽ نِماڻيءَ ۽ توبہ واريءَ ۽ مڃيندڙ دِلِ سان اُنهنکي قبُول ڪريُون سو اِنهي لاءِ جو سَنديس بيحد چنگائيءَ ۽ ٻاجهہ ڪري اُنهن جي معافي ملِيُون ۽ جيتوڻيڪ اَسانکي گُهرجي تہ هَردم نِسَرتَ ساڻ خُدا جي اڳيان پهنجا گُناهَ باسيُون تہ بہ گهڻو ڪري تَڏهن باسڻ گُهرجي جَڏهن ڪِ هِنلاءِ مڙُون ۽ گڏ ٿيُون تہ جيڪي وڏيءَ چنگائيءَ سندس هٿان ڪان اسان لَڌيُون تن جو ٿورو مڃُون ۽ سَنديس لائق واکاڻ ڪريُون ۽ سَندُس پاڪ ڪلام ٻڌون ۽ جيڪي ٻُتَ ۽ جيءُ کي بہ ضَرُور ۽ ڪپندڙ هُجي سو کانئس گهُرُون تنهِ ڪري اوهي سڀيئي جي هِتي هَڪيا آهيو تن کي مِنٿَ ۽ نِيزاري ٿو ڪريان تہ صاف دِل ۽ نِماڻي آواز سان آسماني فضُل جي تخت وَٽِ مُون سان گڏجي مُهنجيءَ ڳالهِ ڀُنيان هِئَنَ چئو ٭

جَماعتَ جاسَبِ ماڻهون پادريءَ سان گوڏا ڀَڃي هيٺين لِکئَلَ مڃتا اُنجي پُٺيان چَونِ

اي قادر مُطلق ۽ گهڻو سِپاجها بابا اسان خَطا ڪئي آهي ۽ رليلنِ رِڍُنِ وانگيان تُهنجي واٽنِ کان ڀَٽڪِيا آهيُون اسِ پهنجيءَ دِلنِ جي پُورنِ ۽ سَڌنِ تي گهڻو لڳي

رَهيا آهيُون اَسِ تُهنجي پاڪَ حُڪمن جي اُبتڙ هَليا آهيُون ۽ جيڪي اسانکي ڪرڻُ گهرجندو هو سو نَہ ڪيو اَٿُون ۽ جيڪي اسانکي ڪرڻُ نَہ گهرجندو هو سوئي ڪيو اَٿُون سو اَسان ۾ ڪائي سَلامتي ڪانهي پَرَاي ڏَٽِي تُون اَسان نِياڳن ڌِڪارن تي ٻاجهہَ ڪَرِ اي خُدا جيڪي پنهنجا ڏوهَ باسِينِ تا تن تي توهُ ڪَرِ ۽ جي توبه ڪَنِ تا تِنکي بَحالِ ڪَرِ جيڪي واعدا تو اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جي واتان ماڻهُنِ سان ڪِيا آهن تن پٽاندرائِي ڪَرِ پيو اي گهڻو ٻاجهارا بابا هنجي لَڳ هِيءُ ڏي تَہ اَڳتي اسِ دِينداريءَ ۽ نيڪيءَ ۽ کَريءَ سان هَلُون تَہ تُهنجي پاڪَ نالي جي وَڏائي پَڌرِي ٿِئي آمين

معافِيءَ يا ڏوهن جي ڇُوٽِ جو ڪلمو جو هيٺ لِکيُلُ آهي سو رِڳو قِصِيص* بِهي پاڻ پَڙهي ۽ ماڻهُون اُنهيءَ مَهل گوڏا ٽيڪِيندا رَهنِ

قادر مُطلق خدا اسانجي خُداوند يَسُوعَ مسِيحَ جو پِيُ ڪنهِ ڌَاريءَ جو موتُ نَہ ٿو گُهري پَرهِيءُ ٿو گُهري تَہ هو پنهنجِي بُڇڙائِيءَ کان ڦِرِي وَڃي ۽ جِيرو رَهي ۽ هُنَ پنهنجي خادمن کي اِها ٻُڇڻائِتي ۽ اِهو حُڪمُ ڏِنو آهي تَہ جيڪي سَندس ٻانها توبه تا ڪَنِ تن کي گُناهن جي چَڏ ڇُوٽِ ۽ مَعافِيءَ جي پَڌري هوڪارَ ٻُڌائِن جيڪي سَچُ ڪَري توبه ڪَندڙَ ۽ سندَس پاڪَ خُوشخبرِيءَ تي

* ٻِئي درجي واري پادريءَ کي چوندا آهن قصيص

بِنا مِنهَ ويساهُ آڻيدڙ آهنِ تنِ سَيني کي پاڻ معافي ۽ ڇوٽ تو ڏِئي تنهِ ڪري
اَسِ پاڻ لاءِ اِهو گهُرُون تہ سَچي توبه ۽ پنهنجو رُوح القُدس اسانکي ڏِئي تہ جيڪي
هِينئرُ تا ڪريُون سو وَڻِس ثاب پَوي ۽ اَڳتي اسانجي باقي ڄمارَ سُٺائيءَ ۽ پاڪائيءَ
سان اِهڙيءَ پَر گُذري جو نيٺ اَسِ اُنجي مُداميءَ سَرهائيءَ جا ڀائيوارَ ٿيُون هيءُ
اَسانجي خُداوند يَسُوعَ مسِيحَ جي وَسِيلي ٿِئي آمِين ❖

هِنَ ۽ ٻِئَنِ سَيني دُعائُنِ پُڄاڻا جَماعتَ جا ماڻهُون آمين چَونِ تَڏهِ پادرِي گوڏا
ٽيڪي ڏاڍيان خُداوندَ جي دُعا پَڙهي ۽ جماعتَ جا ماڻهُون بِ گوڏا ٽيڪي
هُنجي پُٺيان اُها دُعا پَڙهنِ ۽ جتي جِتي هيءُ دُعا خُدا جيءَ بَندگيءَ ۾ اَچي
تِي اُتي اُونٽِيءَ پادريءَ جي پُٺيان پَڙهنِ

اي اَسانجا بابا جو آسمان ۾ آهي تُنهنجو نالو پاڪُ هُجي تُنهنجي بادِشاهي
اَچي تُنهنجي مرضِي جِئن آسمانَ ۾ آهي تِئن ڌرتيءَ تي ٿِئي اسانجي توڙِ اَڄُ
اَسانکي ڏي ۽ اَسانجنِ ڏوهنِ کي معافُ ڪَرِ جِئن اسِ پنهنجنِ ڏوهارِيُنِ کي معافُ
تا ڪريُون ۽ اَسانکي جانچ ۾ نَہ ني اُنلو بُڇڙائيءَ کان ڇَڏاءِ ڇو تہ بادشاهي ۽
قُدرتَ ۽ وَڏائي هَميشه تاءِ تُنهنجيءَ آهي آمِين ❖

تَڏهِ هُو هِئَين بِ چَوي

پادرِي اي ڌڻي تُون اَسانجا چَپَ اُپٽِ

جَماعتَ تہ اَسانجو واتُ تُنهنجِي واکاڻَ پَڌرِي کَري

پادِري اي خدا اَسانجي ٻَچاءَ ۾ سيگهُ کَرِ

جَماعتَ اي ڌَڻِي جَر جُوتِ سان اسانجِي واهر کَرِ

هتي سَڀِ کَڙا ٿِيَنِ ۽ پادِري چَوي

وَڏائِي پِيءُ ۽ پُٽَ ۽ پاکَ رُوحَ جِي هُجي

جَماعت جِهڙِي مُنڍَ کان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مدامِ زَماني ۾ رَهندِي آمِين

پادري ڌَڻِيءَ کي واکاڻيو

جَماعتَ ڌَڻِيءَ جو نالو شالَ واکاڻجي

تَڏهِ هيءُ زَبور جو هيٺ لِکيَلُ آهي سو پڙهجي يا ڳائجي پر مسِيحَ جي جِي اُٿَڻَ واري ڏِينهَ لاءِ ٻيو راڳُ مُقررُ آهي ۽ سَيڪنڊِ مهِيني جي اوڻِيهِي تاريخ هيءُ زَبور هِنَ جاءِ ۾ نہ پڙهبو پر اُنهي ڏِينه جي زَبورن سان پڙهبو

## زَبور ٩٥

اَچو تہ خُداوند کيءِ ڳايُون ۽ پَهنجي نِجاتَ جي زور تي سَرهائِيءَ جا سَروج کَريُون

شُکراني سان سَندسِ حضُور ۾ هَکيا ٿِيُون ۽ راڳِنِ سان سَرهائِيءَ جا سَروج لاکُس کَريُون

چا کان جو خُداوندُ وَڏو خُدا آهي ۽ سڀني ديون تي وَڏو بادشاهُ آهي
جو سَندس هَٿَ ۾ زمين جا ڏنگ آهن ۽ ٽڪرن جي اوچائي بہ تنهِ جي آهي
سَمنڊُ بہ تنهِ جوئي آهي جو پاڻَ تنهِ کي ٺاهيائين ۽ سَندس هَٿن سُڪي گهڙي
سو اَچو تہ خُداوندَ پهنجي خالِقُ اڳيُون سَجدو ڪريُون ۽ جُهڪون ۽ گوڏن ڀر نوڙون
جو اُهو اَسانجو خُدا آهي ۽ اَسِين سَندس چَڙهي جي قومَ ۽ سَندس هَٿَ جو دَڙُ آهيُون
جي اَڄُ سَندُس ڳالهائِ ٻُڌو تہ پهنجي دِلِ ڏاڍي نہ ڪريو جِئن ڪ جهيڙي جي جاءِ تي اِمتحانَ جي ڏينهن رڻَ پَٽَ ۾ ڪِيو ٭
تڏهِ جَڏهِ اوهانجي پِئُ ڏاڏن مُهنجي چَڪاسَ وَٺي مونکي جَانچيو توڙي مُهنجا ڪَمَ ڏِٺائُون
چاليهن وَرهن تائين هَنِ پيڙهيءِ ڪري اَرهو رَهيس ۽ چيُم تہ اِهي ماڻهُون دِلِ ڪري رُلَنَدَڙ قومَ آهن ۽ اُنهن مُهنجن واٽن کي نہ سُڃاتو
سو تہ پهنجيءِ ڪاوڙِ ۾ سَنهُ کنيم جو مُهنجي آرام ۾ ڪين گهڙندا
وَڏائي پِئُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪَ رُوحَ جي هُجي
جهڙي مُنڍ کان هُئي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامي زَماني ۾ رَهندي آمِين ٭

تَڏهِ تَهرائُلَ زَبورَ پَرهجن ۽ سڄي وَرهَ ۾ سَيڪنهِ زَبور ٻچاڻان هِيءَ چَئجي
وَڏائي پِئُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪَ رُوحَ جِي هُجي
جِهڙِي مُنڍ ڪان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامِئُ زماني ۾ رهَندِي آمِين

تنهِ ڪان پوءِ پُراڻي عَهدَ جو پهريُون وردُ جو ياداشتَ ۾ تهرائُلُ آهي سو ڏاڍيان پَڙهجي پَرجڏهِ ڪِ پيو ڪو خاصُ وِردُ اُنهي ڏِينهَ لاءِ مقرر ڪِئلُ نَ آهي ۽ پَڙهندڙُ بيهي ۽ اهڙئِطرح پُڌندڙن ڏانهُ نِهاري جو اُهي سَڀ چَڱِئِ طرح ٻُڌن ۽ تنهِ ڪان پوءِ سڄي وَرهِ ۾ سَيڪنهِ ڏِينهِ هيٺيُون لکيُلُ راڳُ پَڙهجي يا ڳائجي ڏِسو تَ سَيڪنهِ وِردَ جي پَڙهڻ ڪان اَڳي پادرِي چَوي تَ هِيءَ فلاڻو بابُ يا فَلاڻي ڪتابَ جو فَلاڻو بابُ تنهِ جِئِ فلاڻِئِ آيت ڪان شُروعُ ٿِئي ٿو ۽ سيڪنهِ وِرد ڪان پوءِ بِ چوي تَ پهريُون يا پيو وِردُ هِتي پُورو ٿيو ⁖

## خُدا جِي واکاڻَ

توکي اي خدا اَسِ واکاڻيون ٿا
توکي هيڪلوئِ ڌَڻِي ڪري مڃُون ٿا
تو مُدامِئِ پِئِ جِي بَندگِي
ڪري ٿِي ساري ڌَرتِي

توکي فِرشتا سڀ پُڪارِين ٿا
آسمانَ ۽ دَلَ مڙيئي تِهَنجا
توکي ڪَرُوبِين ۽ سرافِين
اَڻورچ هِئَنَ ٿا پُڪارِينِ
پاڪُ پاڪُ پاڪُ سو
ڏَڻي خدا فوجن جو
تهُنجي جُلوي جئي وڏائِي ساڻُ
پَر پُور آهي ڌرتِي ۽ آسمانُ
خاصُ جَماعتَ رَسُولن جِي
شرِيفَ مَجلِسِ نبيَنِ جِي
ناليرِي فوج شَهِيدنِ جِي
واکاڻ ڪري ٿِي تُهنجِي
ساري جهانَ جِي پاڪَ ڪَلِيسيا
هِئَنِ ڪَري ٿِي تُهنجِي مَهِمَا
پِئُ بي حَدِ وَڏائِي وارو
پُٽُ هِڪوئِي سچو مانارو
رُوح پاڪُ بِہ ڏيَ ڏِيڻَ هارو

تُون اي مسِيحَ آهِيِ شان جوشاهُ
تون مُدامِي اِبنُ اَللّٰهُ
تو ماڻهن جو ڇوٽڪو پاڻَ تي کڻي
ڪنوارِءَ جي پيٽان سُوگ نَ ڪئي
موتَ جي ڏنگ کان سوپارو ٿي
آسمانَ ويساهيُنِ کي پَٽي ڏِنءُ
تُون اَچِي پِيءُ جيءَ وَڏائِءَ ۾
خُدا جي ساڄِي هَٿِ ويٺو آهِي
اس وِسهُون ٿا تَہ تُون اِيندي
۽ اَسانجو اِنصافُ بِہ ڪَندي
توکي ٿا لِيلائِيُون تِيءَ ٻانهن جو همراهُ
جنجي موکيہ لاءِ ڏِنُئي قِيمتي رتُ ۽ ساهُ
ڏي تَہ سَدا جي جُلوي ۾
ڳَڻجن تُهنجن پاڪِن سي
اي ڌَڻِي بَچاءِ پَهنجنِ کي
پَهنجِءَ مِيراثِ کي بَرڪَت ڏي
هُننِ جي هدايتَ ڪَرِ بَحالُ

همیشه تُون تِنکي رَکُ نِهالُ
ڏِهارِي آسِ ڪرِيُون ٿا تُهنجِي سُبحان
تُهنجو نالو واکاڻيون مُدامِئِ زَمانَ
اي ڌَڻِي اڄُ تُون ٻاجَهه ڪَري
نَه اسانکي ڏوهَ ۾ ڦاسڻُ ڏي
اي ڌَڻِي اسان سان رِحمائِتو ٿِئُ
۽ ٻاجهَ اسانکي ڏيکارِ اي ٻِئُ
اي ڌَڻِي اسان تي ٻاجهَ پَڌرِي ڪَرِ
ڀَروسو پَهنجو رکيوسُ تو ڀَرِ
اي ڌَڻِي توتي آءٌ آسَ ٿو رکان
ڏي جو ڪڏهِ مان ڦِڪو نَه ٿيان

## يا هِيُ راڳُ

اي اوهِي مِڙيئِي مَخلُوقَ ڌَڻِي جا هُنکي سَگورو چاڻو ۽ سَندِئس وَڏائِي ڪَريو ۽ سَداءٌ مانُ ڏِيوسِ ⁘
اي اوهِي فِرشتا ڌَڻِي جا هُنکي سَگورو چاڻو ۽ سَندِئس وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءٌ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي آسمانو ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئس وَڏائِي ڪَريو ۽ سَداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي اوهِين پاڻيو جي پورَ جي مٿان آهيو سي ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي اوهِين سَڀِ قوتُون ڌڻِيَ جيَ هُنکي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي سِجَ ۽ چَنڊَ اوهِين ٻئِي ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي اوهِين تارَؤ آسمانَ جا ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي مِينهَ ۽ ماڪُون اوهِين ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي واؤُ خُدا جا ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي باهِ ۽ گرمِي ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣
اي سيارا ۽ اُونهارا ڌَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سداءُ مانُ ڏِيوسِ ✣

اي ماکُ ۽ پارَوُ دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي پارا ۽ سِيُ دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي يَخَ ۽ برفَ دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي راتِ ۽ ڏِينهَ دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي سوجهرا ۽ اُونڌه دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي وِڄُ ۽ ککرَوُ دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

دَرتِي دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻي ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَري ۽ سداءِ مانُ ڏِئيسِ

اي جَبلَوُ ۽ ٽَکرَوُ دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي سَڀِي ساوکَ دَرتِيءِ جِي دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻُ ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَرِ ۽ سداءِ مانُ ڏِينسِ ⁘

اي گُوهَوُ دَٽيءِ کي سَگِورو ڃاڻو ۽ سَندِئسِ وَڏائِي کَريو ۽ سداءِ مانُ ڏِيوسِ ⁘

اي سَمنڊوُ ۽ درياوُ ڏَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئس وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اي مانگرمڇوُ ۽ پاڻِيَ ۾ سَڀِ سُرندڙَ جِيوَ ڏَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اي سَڀِ پکيوُ آسمانَ جا ڏَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اي سَڀِ مِرُونوُ ۽ چوپايوُ ڏَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اي ماڻھُنِ جا ٻاروُ ڏَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اِسرائِيلُ ڏَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻي ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَري ۽ سدائ مانُ ڏِئيسِ ❖

اي خادِمو ڏَڻِيَ جا ھُنکي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اي ٻانھوُ ڏَڻِيَ جا ھُنکي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اي رُوحَ ۽ جِيُ سَچنِ جا ڏَڻِيَ کي سَڳورو ڄاڻو ۽ سَنڊِئسِ وَڏائِي ڪَريو ۽ سدائ مانُ ڏِيوسِ ❖

اي پاڪَ ۽ حَلِيمَ دِلِ جا ماڻھُون ڏَڻِئِ کي سَگورو چاھو ۽ سَندِئس وَڏائِي
ڪَريو ۽ سداءَ مانُ ڏِيوسِ ؞

اي هَنانيا ۽ آزاريا ۽ مِسهائل ڏَڻِئِ کي سَگورو چاھو ۽ سَندِئس وَڏائِي ڪَريو
۽ سداءَ مانُ ڏِيوسِ ؞

وَڏائِي پِئُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪَ رُوحَ جِي ھُجي
جِھڙِي مُنڍَ ڪان ھُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامِئِ زَماني ۾ رَهندِي آمِين

تڏھِ اِھڙِطرحَ بيو وِردُ نئِي عَھدَ مان پَڙھجي ۽ تنھِ ڪان پوءِ هِيٺُون لِکئُلُ راڳُ
پَڙھجي پَر جَڏھِ هِئُ راڳُ اُنهي ڏِينهَ جي وِردَ ۾ اَچي ٿو يا يُوحن بپٽسِما
ڏيڻ واري جو ڏِينهُ ھُجي تَڏھِ نَہ پَڙھجي ؞

؞ لوقا جو اِنجيلُ ١ ـ بابُ ـ آيت ٦٨ ؞

سَگورو آهي اُهو ڏَڻِي اِسرائِيلَ جو خُدا ڇوجو پاڻَ پَهنجِئِ قومَ تي نَظرَ ڪَري
تِنکي ڇوٽڪو ڏِناءَ

۽ پَهنجي پانهي داؤدَ جي ڪُڙمَ ۾ اسان لاءِ ڇوٽڪاري جو سِنگُ ڪَڍِياءَ
جِئِن ڪِ اُنهي پَهنجي پاڪَ نَبِيِنَ جي واتان چَوايو جي جَهانَ جي مُنڍَ
ڪان وَٽِي ٿِيندا آيا

سو اَسانکي اَسانجي ويرِيِنِ ڪان ۽ جي اسان سان عَداوتَ ٿاڪَنِ تنِ سينِي
جي هٿان ڇوٽڪو ڏِيئِي

اِنهي ڪَري تَہ اُها ٻاجهہَ جا اسانجي پِيُ ڏاڏنِ سان ٻولَ ڪَياءُ تنهِ پاڪ عَهدَ کي ياد رَکي

۽ اُنهي سَنہَ کي يادِ رَکي جو اسانجي پِيُ اِبراهِيمَ سان ڪَنياءُ تہ اَسانکي هِيءُ ڏِيئي جو اَسِ پَهنجنِ ويرِيُنِ جي هٿان ڇوٽڪو لَهُون ؞

۽ سَندسِ اڳيون پاڪائيءَ ۽ سَچائيءَ سان پَهنجي سَڄي عُمرِ ٻي پَوَاٿي سَندِئسِ خِذمت ڪَريُون

۽ اي ٻارَ تُون خُدا تعالىٰ جو نبِي چوائِيدين ڇوجو تُون خُداوندَ جي اڳيون وَڃِي سَندُيسِ واٽُون تاهِيندين

۽ سَندسِ قومَ کي ڇوٽڪاري جِي واٽَ ڏيکارِيندين جنهِ ڪَري اُنهنِ جي گُناهَنِ جِي مَعافِي ٿِئِي

جا اسانجي خُدا جي اَندرِئي ٻاجهہَ سان آهي جنهِ ڪَري هِيءُ صُبُحَ جو سوجهرو مٿانهيُن کان اسان تي ڪِڙِيو ؞

تَہ جيڪي اُونداهہ ۽ موتَ جي ڇانوَ ۾ ويٺا آهنِ تنِ تي سُهاءُ ڪَري ۽ اسانجي پيرنِ کي آرامَ جي واٽَ ڏي سَڌون ڪَري

وَڏائي پِيُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪُ رُوحَ جِي هُجي

جِيئن اُن ڏينهن کان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامِي زَماني تاءُ رَهندِي آمِين

يا هِيُ زبورُ ❊ زَبور ١٠٠

اي ڌرتيُ جا سَڀِ رَهاڪُو ڌَڻيُ لاءِ سَرهائيُ جو آوازُ ڪَريو خوشيُ سان ڌَڻيُ جي بَندگي ڪَريو ۽ سَندسِ حضُور ۾ راڳُ ڳائِيندا اَچو

پَڪَ ڄاڻو تَہ ڌَڻي اُهوئي خدا آهي جنهِ اَسانکي پَيدا ڪيو ۽ نَہ اسان پاڻِيهي پاڻکي اَسِ سَندِئُس قومَ ۽ سَندَسِ چَرهي جو ڌَڻُ آهيُون

سَندسِ دروازن ۾ شڪرانا ڪَري هُنجي دربار ۾ واکاڻَ ڪندا گهڙِي اَچو هُنجا شڪرمَندَ ٿِي سَندسِ نالي کي سَڳورو ڄاڻو

ڇوجو ڌَڻي ڀَلو آهي ۽ هُنجِي ٻاجهَ سَداءُ آهي ۽ سَندِئُس سچائِي سيني پيڙهِيُنِ تاءُ آهي

وَڏائِي پِيُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪُ رُوحَ جِي هُجي

جِهڙِي مُنڍَ کان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُداميُ زَماني تاءُ رَهندِي آمِين

سانجهيُ جي نِماز ٿاڻي پهرِيِ وِرد کان پوءِ هيٺيُون لِکيُلُ راڳُ پڙهجي يا ڳائجي

لُوقا ١ بابُ

مُهنجو جِيُ ڌَڻيُ جِي واکاڻ ٿوڪري ۽ مُهنجو رُوحُ مُهنجِيُ ڇوٽڪاري ڏِيڻواري خُدا کان خوشِ ٿِيو ❊

ڇاکان تہ اُنهي پهنجِيُ ٻانهيُ جِيُ نِماڻائيُ تي نظرڪئِي تہ ڏِسو اَڄ کان وٺِي سيڪنهِ زماني جا ماڻهُو مُونکي سڳورو چوندا ❊

ڇوجو جيڪو قادرُ آهي تنهِ مُون تي وڏو تورو ڪيو ۽ اُنهي جو نالو پاڪ آهي ؞

۽ جيڪي ڪائُنس ڀڄن ٿا تن تي پيڙهان پٺيءَ سندِئس باجهه آهي ؞

۽ اُنهي پهنجي ٻانهَ جو زور اهڙو ڏيکاريو تہ جيڪي دِل جي پَهَ ڪري هٺي هُوا تِنکي رُلائي ڇڏِياءَ ؞

تہ زوروارنِ کي تخت تان لاهي ڇڏِياءَ ۽ نِماڻنِ کي مٿي ڪياءَ ؞

۽ بُکيَنِ کي چڱُنِ شيُنِ سان ڍَوَ ڪراياءَ ۽ خزاني وارن کي سکڻي هٿِ ڪڍياءَ ؞

۽ سندِئُسِ ڀاجهُون جي ابرهام ۽ سندس ڪُڙم تي هميشه هُيُون تِنکي ياد ڪري پهنجي ٻانهي اِسرائيل جي واهِر ڪياءَ سو جيئن کِہ اُنهي اسانجي پِيُ ڏاڏنِ کي چيو هو ؞

وَڏائي پِيُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪ رُوحَ جِي هُجي

جِهڙِي مُنڍَ کان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامِيءَ زَماني ۾ رَهندِي آمِين ؞

يا هيءُ ؞ زبُورُ ٩٨

ڌڻي جو نئُو راڳُ ڳائو ڇوجو عجب جهڙا ڪم ڪِياءَ ۽ پهنجي ساڄي هٿ ۽ پاڪ ٻانهَ ڪري فتحوارو ٿِيو اُتَسِ ؞

ڏٽيِ پهنجو چوڻکو پڌرو ڪِيو ۽ پهنجي سچائيِ قومُنِ جي سامهُون ڏيکارِيائ ⁘

هُن پهنجي ٻاجهه ۽ سچائيِ اِسرائيل جي گهراڻي لاءِ ياد ڪئي اي سڀِ دنگوَ ڌرتيِ جا اسانجي خُدا جو چوڻکارو اچي ڏِسو ⁘

اي ڌرتيِ جا سڀ رهاڪُو ڏِٽيِ لاءِ سرهائيِ جو آوازُ ڪرِيو ۽ ڏاڍي آواز سان خوشِيءَ ڪري واکاڻيوسِ ⁘

تنبُوري سان ڏَٽيِ جي واکاڻ ڪريو هاءِ تنبُوري ۽ راڳَ جي آواز سان واکاڻيوسِ ⁘

ڏٽي جو بادشاهُ آهي تنهِ جي حُضُور ۾ تُوتارِي ۽ مُرلِي وڄائيندا سرهائيِ جو آوازُ ڪرِيو ⁘

سُمنڊُ ۽ سندِئسِ پرپُورائي ۽ جهان ۽ سندَسِ سڀِ رَهاڪُو اِهي مِڙيئِي پُڪارِين ⁘

۽ نندِيءَ تاڙ وَڄائين ۽ جبل پاڻ ۾ ڏٽيِ جي اڳيان سرهائي ڪَنِ چوجو هُو ڌَرتيِ جو اِنصافُ ڪرڻ تو اَچي هاءِ سچائيِ سان جهان جو اِنصافُ ڪندو ۽ بِنا پاسِ قَومُنِ جو اِنصافُ ڪندو ⁘

وَڏائي پِيءُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪَ رُوحَ جِي هُجي

جهِڙِي مُنڍَ ڪان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامِيءَ زماني ۾ رَهندِي آمِين

نئي عهد جي وِرد کان پوءِ هيٺيون لِکيَل راڳُ پڙهجي يا ڳائجي

لُوقا ٢ بابُ

اي ڌڻي هاڻي تُون پهنجي ڪلام وانگُر پهنجي ٻانهي کي خير سلامتيءِ ساڻُ
موڪل تو ڏِئي ⁘

ڇوجو مُهنجيُن اکيُن تُهنجو ڇوٽڪارو ڏِٺو ⁘

جو تو سڀني ماڻهُن جي اڳيانِ سنباهيو آهي ⁘

سو ٻِئُن قومُن جي اُجاري ڪرڻ لاءِ هِڪڙو نُورُ ۽ پهنجي اسرائيل جي
قوم لاءِ وڏائي آهي ⁘

وَڏائي پِيُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪَ رُوحَ جِي هُجي

جِهڙِي مُنڍَ کان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامئِ زماني ۾ رَهندِي آمِين ⁘

يا هيءُ زبُورُ ⁘ زبُورُ ٦٧

خُدا اَسان تي رحم ڪري برڪت ڏِئيون ۽ پهنجي مُنه جو چِمڪاٽُ
اَسانتي پڌرو ڪري ⁘

تان تہ جهان منجهہ تُهنجِيءَ واٽ جِي سُڌ ۽ سڀني قومُنِ ۾ تُهنجي ڇوٽڪي
جِي خبر هُجي ⁘

اي خُدا شال ماڻهُو تُهنجي تعريف ڪَنِ هائہ مِڙيئِي ماڻهُو تُهنجِي واکاڻ ڪَنِ ⁘

قومُون سرهيُون ٿِئن ۽ خوشيءَ ڪَنِ ڇوجو تُون ئي سچائيءَ سان ڪُرمنِ جو اِنصافُ ڪنديِ ۽ ڌرتيءَ جي سڀني قومُن تي حُڪومت ڪنديِ ❊

اي خُدا شال ماڻهُو تُهنجِي تعرِيف ڪَنِ هاءِ مڙيئي ماڻهو تُهنجِي واکاڻ ڪَنِ ❊

ڌرتِي آباد ٿِيندِي ۽ خُدا اسانجوئِي خُدا اسانکي برڪت ڏِيندو ❊

خُدا اَسانکي برڪت ڏِيندو ۽ جهان جا سڀ دنگ کانئُس ٻِڇندا ❊

وَڏائِي پِيُ ۽ پُٽَ ۽ پاڪَ رُوحَ جِي هُجي

جِهڙِي مُنڍَ کان هُئِي ۽ هاڻي آهي ۽ مُدامِئِي زماني ۾ رَهندِي آمِين ❊

تَڏهِ پادرِي ۽ جَماعتَ جا ماڻهُون ٻِهِي رَسُولن جو ڪَلمو ڳائِين يا پَڙهنِ پَرجنِ ڏِيهن ۾ پاڪَ اَٿناسِيس نالي جو ڪَلمو پَڙهڻو آهي اُنهنِ ڏِيهنِ ۾ هِيءَ رَسُولن جو ڪَلمو نَ پَڙهبو ❊

جو قادر مُطلق خُدا پِيُ آسمانَ ۽ ڌرتيءَ جو خالِقُ آهي تنهِ تي آءٌ ويساهُ رَکان ٿو

۽ سندَسِ هيڪي پُٽَ اَسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ تي ويساهُ رَکان ٿو جو رُوحَ پاڪَ ڪري پيٽَ ۾ اَچِي ويو ۽ ڪُنوارِءَ مريَم کان ڄاوُ ۽ پَنتسِ پيلاتس جي عُهدي ۾ ڏُکَ سَٺا ۽ صَلِيب تي چاڙهيو ويو ۽ مُئو ۽ پُورجِي ويو ۽ مُڙدنِ جي رَهاشتَ ۾ لٿو ۽ ٽِئي ڏِينه مُئنِ مَنجهان جِي اُٿيو ۽ آسمانَ ۾ چَڙهيو ۽

قادر مُطلق خُدا پِيءُ جي ساڄي هَٿِ ويٺو آهي ۽ اُتاهِين جِيئرن ۽ مُئَن جي عَدالتَ ڪرڻَ اِيندو

آءٌ ويساهُ رکان ٿو پاڪَ رُوحَ تي ۽ عامَ پاڪَ ڪَلِيسيا تي ۽ پاڪَنِ جي سَنگتِ تي ۽ ڏوهنِ جي ڇَڏِ ڇُوٽِ تي ۽ بُتَ جي وَرِي جِي اُٿڻَ تي ۽ سَداءُ جيئڻَ تي آمِين

تنهِ ڪان پوءِ سڀيئي اَدبَ سان گوڏا ٽيڪي هيٺِ لِکيلَ دعاوُن پڙهنِ پَرِ پهراءُ پادرِي هِيءَ ڏاڍيان چوي ؛

ڌَڻِي توهان سان هُجي

وَراڻِي ۽ تُنهجي رُوحَ سان

پادرِي اسِ دُعا گُهرُون اي ڌَڻِي اسان تي ٻاجهَ ڪَرِ

وَراڻِي اي مسِيحَ اسان تي ٻاجهَ ڪَرِ

پادرِي اي ڌَڻِي اسان تي ٻاجهَ ڪَرِ

تَڏهِ پادرِي ۽ خادِمَ ۽ ٻيا جماعتَ جا ماڻهُون خُداوندَ جِي دُعا ڏاڍيان پڙهنِ ؛

اي اَسانجا بابا جو آسمانَ ۾ آهِين تُنهجو نالو پاڪُ هُجي تُنهجي بادِشاهِي اَچي تُنهجِي مَرضِي جِئَن آسمانَ ۾ آهِي تِئَن ڌَرتِيءَ تي ٻه ٿِئي اسانجِي توڙِ اَڄُ

اَسانکي ڏي ۽ اَسانجنِ ڏوهنِ کي معاف ڪَرِ جيئن تہ اَسِ پنهنجنِ ڏهارين کي مَعافُ ٿا ڪَريُون ۽ اسانکي جانچ ۾ نہ ني اُنلو بُڇڙائيءَ کان ڇڏاءِ آمِين

تڏهِ پادرِي بيهي چوي ؞

اي ڏَٽِي پنهنجو رحمُ اسان تي پڌرو ڪَرِ

وَارِثِي ۽ پنهنجو ڇوٽڪو اَسانکي بَخشِ

پادرِي اي ڏَٽِي راڻِيءَ کي سلامت رکُ

وَارِثِي ۽ جَڏهِ اَسِ توکي پُڪاريُون ٿا تڏهِ ٻاجهہ ڪري اَسانجِي ٻُڌُ

پادرِي پنهنجنِ خادِمنکي سَچائِيءَ جي پوشاڪ پَڪاءِ

وَارِثِي ۽ پنهنجنِ چُونڊَئلنِ کي سَرهو ڪَرِ

پادرِي اي ڏَٽِي پنهنجِي قوم سَلامت رکُ

وَارِثِي ۽ پنهنجِيءَ مِيراثِ کي برڪت ڏي

پادرِي اي ڏَٽِي اسان جي ڏِينهنِ ۾ صُلحُ بَخشِ

وَارِثِي ڇوجو اي خدا تو ڌاران اسان لاءِ وڙهڻَ وارو ٻيوڪونهي

پادرِي اي خُدا اَسانجي دِلين کي صاف ڪَرِ

وَارِثِي ۽ پنهنجو پاڪ رُوحُ اَسانکان ڌار نہ ڪَرِ

تنهِ کان پوءِ هي ٽي دُعاوُن پڙهجنِ پهريِ دُعا اُنهي ڏِينہَ جي ساڳِي دُعا آهي

جا پاڪَ سَنگتِ لاءِ بہِ تَهرائل آهي ٻئي صُلحَ جي ۽ ٽي فَضُلَ جي تان تہ اَسِ چَڱي چالِ هَلُون ۽ هِننِ ٻوئِن ٻنِ دُعائنِ ۾ قيرِ گهيرِ ڪَدهِ ڪان ٿيندي پَر سَڃي ورهَ ۾ صُبحَ جي نِمازَ ٽاڻي هيٺيئ لِکئي ٻنّاندر پَڙهڻ ۾ اِينديُون ۽ سَڀِ ماڻهُون اُنهِيءَ مَهلَ گوڏا ٻَڃن

## ٻي دُعا صُلحَ جي

اي خُدا تُون صُلحُ ڪرائيندڙُ ۽ ميلاپُ گهرندڙُ آهي ۽ توکي ڄاڻڻَ ڪَري اَسانجو سَدا جِيئڻُ آهي ۽ تُهنجِي بَندگِي پُورِي آجائِي آهي ۞ اسانجي ويرِيُنِ جي سَڀڪنهِ ڪاهَ ۾ اَسانجِي واهرَ ٿِيُ تان تہ اَسِ تُهنجِيءَ پاسِ تي پُورو ڀروسو رکِي ڪنهِ دُشمنَ جي زورَ ڪان نہ ٻِڃُون هِيءِ اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جي پُڄنديءِ ڪري ٿِئي آمِين

## ٽي دُعا فَضُلَ جي

اي ڏَڏي اَسانجا آسماني پِيُ قادر مُطلِق ۽ سداءَ جِيندا خدا تو اسانکي اَڄوکي صُبحَ تاءَ سَلامتَ پُهچايو آهي پَهنجِيءَ وَڏيءَ پُهچَ ڪَري سَڃو ڏِينهُ اسانجِي واهرَ ڪَرِ ۽ هِيءِ بَخشِ تہ اَسِ اَڄُ ڪنهِ ڏوهَ ۾ نہ ڦاسُون ۽ نہ ڪنهِ طَرحَ جي جوکيم ۾ پَوُن پَر تُهنجِيءَ سُونهپَ ڪَري اسانجا سَڀِ ڪَمَ اِهڙاٿِهِي پَوِنِ تہ جيڪِي تُهنجِيءَ نظَرَ ۾ چَنگو آهي سوئِي هَميشه ڪَندا رَهُون هِيءِ اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ ڪَري ٿِئي آمِين ۞

## سانجهيءَ جي نماز جي ٻي دُعا

اي خُدا چڱا اِرادا ۽ فائديواريءَ نصيحت ۽ چڱا ڪم سڀ توڪان ٿيندا آهن تنهِ ڪري جو آرامُ جهانُ ڏيئي نٿو سگهي سو تُون پهنجي ٻانهن کي بخش تان ته اَسِين دِل سان تُهنجن حُڪمن کي مڃيندا رهُون ۽ تُهنجيءَ واهر ڪري پهنجي ويرِين جي ڀؤ کان بچي آرامُ ۽ صلحُ ڀوڳيندا رهُون اَسِين هيءَ پهنجي ڇوٽڪي ڏيٽواري يسوع مسيح جي ثوابَ ڪري ٿا گهرُون آمين ❊

## ٽِي دُعا ـ بَپَ لاهڻ جي دُعا

اي ڌڻي اسِين توکي مَنتَ ٿا ڪرِيُون ته تُون اسانجيءَ اُونداهِ کي سوجهرو ڪرِ ۽ پهنجيءَ وڏيءَ ٻاجهه ڪري هِنَ رات جي سيڪنهِ ڀؤ ۽ بَپَ کان اسانکي رکي وَٺُ هيءُ پهنجي هيڪلي پُٽَ اسانجي ڇوٽڪي ڏيٽواري يسوع مسيح ڪري ڏي آمين ❊

جنِ هَندنِ ۾ راڳُ يا سُرُود ٿِئي ٿو اُتي هاڻي ڳائڻ جو وقتُ آهي تنهِ کان پوءِ هيٺيءَ پنج لکيلَ دعاوُن پڙهجن پر جَڏهِ لِتني پڙهڻ ۾ اَچي ٿِي تڏهِ رُڳيءَ ٻَ پويون دُعاوُن رِيتِ پٺاندر پڙهجن

## راڻيءَ لاءِ دُعا

اي ڌَڻي اَسانجا آسماني پيءُ تُون وَڏيءَ وڏائيءَ ۽ ڄڻائيءَ وارو ۽ بادشاهن

جو بادشاهُ ۽ ڌڻيُن جو ڌڻي ۽ سُلطانن مَنجھ هِڪوئي حاڪمُ آهي ۽ تُون
پَهنجي تَختَ کان ڌرتيءَ جي سَڀني رَهندڙن کي ڏِسي ٿو اسِ دِليُون جانيون
توکي مِنتَ ٿا ڪريُون تَ تُون اسانجيءَ ٻاجھ واريءَ سائڻِ وِڪٽوريا راڻيءَ تي
مِهربانيءَ جي نظر رکُ ۽ پَهنجي پاڪ رُوحَ سان هُنکي اِهڙو پرپُورُ ڪَرِ جو هُوءَ
سداءِ تُهنجيءَ مَرضيءَ پُٺيان تُهنجيءَ واٽَ تي هلڻَ چاهي ۽ تُون هُنکي جَهجهيءَ
آسماني بَخششُ ڏي ۽ سَندِئسِ جِمارَ چَنگيلائيءَ ۽ سياڻائيءَ سان وَڌاءِ ۽ اِهڙو
زورُ ڏِئينسِ جو پَهنجي سڀني ويريُونِ کان کٽي مَٿن غالبُ ٿِئي ۽ نيٺ هِنَ
جَهانَ مان لَڏڻَ کان پوءِ هُوءَ سَدا جِي خوشيءَ ۽ سَرهائيءَ لهي اسِ هِيءُ پَهنجي
خُداوندَ يَسوع مسِيحَ ڪَري ٿا گُهرُون آمِين

## شاهيءَ گهَراڻي لاءِ دُعا

اي قادر مُطلق خدا تُونئِي سَڀني چڱائُنِ جي ٻاڙ آهي اسِ نِرٽتَ سان
توکي مِنتَ ٿا ڪريُون تَ تُون آلبرٽَ ايڊورڊَ ويلس جي شهزادي ۽ ويلس جِيءَ
شهزاديءَ ۽ سڀي شاهيءَ گهَراڻي کي برڪتَ ڏي پَهنجو پاڪ رُوحُ هُننِ تي لاهِ
۽ پَهنجي آسمانيءَ فَضُلَ سان هُنن کي پَرِءِ سَيڪنهِ سرهائيءَ ۾ وَڌائِين ۽ هُنکي
پَهنجيءَ سَداءِ جَٽاءِ واريءَ بادِشاهيءَ ۾ پُهچاءِ هِيءُ اسانجي خُداوند يَسُوعَ مسِيح
ڪري ڏي آمِين

پادرين ۽ جماعتُنِ لاءِ دُعا

اي قادر مُطلق ۽ هَميشگيءَ وارا خُدا رُڳو تون ئي عَجب ڄهڙا ڪَمَ ڪَرين
تو ٭ جيڪي اَسانجا وَڏا پادري ۽ دِينَ جا خادِمَ آهنِ ۽ جيڪي جماعَتُون
اُنهن جي ٻِلي آهنِ تنِ سَڀني تي پَهنجي فَضُلَ جو نِرملُ رُوحُ لاهِ ۽ پهنجيءَ
برڪتَ جي ماڪَ مَٿنِ وِجهندو رَهُ تان تَہ اُهي تُهنجيءَ مرضيءَ پٺاندر چڱيءَ طرح
هَلنِ اي ڏَڻي اَسانجي واهرُو ۽ وچُئي يَسُوعَ مسِيحَ جي مانَ لاءِ هيءَ ڏي ٭ آمين

سياڳي ڪرِسستمَ جِي دُعا

اي قادر مُطلق خُدا تو اسانکي اِهو فَضُلُ ڏِنو آهي تَہ هِڪَ دِلِ ٿِي هِنَ مَهلَ
توکان پَهنجيءَ عامَ دُعاءَ گهرِيُون اَڇُون ۽ تو اِهو وَعدو ڪَيو آهي تَہ جَڏهِ ٻَہ ياٽي
ڄڻا مُهنجي نالي تي گَڏُ ٿِيا آهنِ تَڏهِ آءٌ اُنهنِ جا عرضَ قبُولُ ڪَندُسِ اي
ڏَڻي هاڻي جِئَن پَهنجن ٻانهنِ لاءِ فائِدو ٿِئي تِئَن اُنهنِ جِيءَ سَڌُون ۽ گُهرجُون
پُوريءَ ڪَرِ ۽ هِنَ جَهان ۾ پَهنجيءَ سَچائيءَ جي سَمجهَہ ۽ اِيندڙ جَهانَ ۾ سَدا جِيئڻُ
اسانکي بَخش آمِين

٢ ڦرنتين ١٣ بابُ - ١٤ - آيت

اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جو فَضلُ ۽ خُدا جو پيارُ ۽ پاڪَ رُوحَ جِي
سَنگَتِ اسان سَڀني ساڻُ هَميشه هُجي آمِين

سڀجي وَرَهَ جي سيڪنهِ ڏِينهَ لاءِ صبحَ ۽ سانجهيءَ جي نِمازَ جي رِيتِ پُورِي ٿِي

# دُعاؤُن

مِينهَ لاءِ

اي خُدا آسماني پِيُ تو پهنجي پُٽَ يَسُوع مسِيحَ جي ڪَري هيءُ قولُ ڪيو آهي تہ جيڪي مُهنجِيءَ بادشاهِيءَ ۽ سچائِيءَ جا طالب آهنِ تنِ سَڀِني جي جِسمائِيءَ گهُرجن کي لا هِيندُسِ اسِ توکي مِنتَ ٿا ڪريُون تہ تُون اسانکي هِنَ مَهلَ اِحتياجَ ۾ ڏِسِي اِهڙو مِينهُ وَساءِ جو اَسِ پهنجي آرامَ ۽ تُهنجي مانَ لاءِ ڌرتِيءَ جاقَلَ حاصُل ڪريُون اسِ هيءُ پهنجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ ڪَري ٿا گهُرون آمِين

مَهانگائِيءَ ۽ ڏُڪار لاهڻَ جي دُعا

اي خُدا اَسانجا ٻاجهَ وارا پِيُ تو اَليشا نَبِيءَ جي ڏِينهِ ۾ سامريا جي مُلڪَ ۾ وَڏِيءَ مَهانگائِيءَ ۽ ڏُڪارَ مان هِڪَ دَمِ سُڪارُ ۽ سَهانگائِي ڪَئِي اسان تي ٻاجهَ ڪَرِ تہ اسِ جي هِنيَر پهنجن ڏوهنِ ڪَري اِهڙِيءَ سزا ۾ وَرتلَ آهيُون سي مَهلَ سِر آرامُ لهُون ۽ تُون پهنجِيءَ آسمانِيءَ برڪتَ ڪَري ڌرتِيءَ جي پَيدائش وَڌاءِ ۽ هِيءُ بَخشِ تہ اَسِ تُهنجِيءَ گهڻِيءَ سَخاوتَ جاقَلَ اِهڙِيءَ طرحَ حاصُل ڪريُون جو اُهي تُهنجي جَلالَ لاءِ ڪَمَ ۾ آڻيُون ۽ مُحتاجَنِ کي بہِ واهَر ڏِيُون ۽ پهنجي خُداوندَ يَسُوع مسِيحَ ڪَري پاڻ بہِ آرامُ لهُون آمِين

## وَبا ۽ اَگهائِيءَ جي مَهلَ جي دُعا

اي قادر مُطلِق تو پَهنجِيءَ چُونڊئلَ قومَ تي رِڻَ پٽ ۾ مَرِي موڪلِي چوجو هُننِ موسىٰ ۽ هارُونَ تي هِڪڙو وَڏو فسادُ اُٿاريو ۽ تو داؤدَ بادشاهَ جي ڏِيهنِ ۾ وَبا جي ڪَري سَترِ هزارَ ماڻهُنِ کي ماريو پَر پَهنجِيءَ ٻاجهُ کي يادِ ڪَري ٻِئنِ ماڻهنِ کي بَچائِيءَ اسان ويچارِنِ گُناهگارن تي ٻاجهَ ڪَرِ چاڪون تَه اسِ هاڻي وَڏِيءَ اگهائِيءَ ۽ مَرِيءَ ۾ قاتَلَ آهيُون ۽ جهڙِيءَ طَرحَ هُننِ ڏِيهنِ ۾ تو ڪِفاره کي پَسندِ ڪَيو ۽ مارِيندڙَ فِرشتي کي فرمائِيءَ تَه هاڻي مارڻَ کان بَسِ ڪرِ اهڙِئطرح تُهنجِي مَرضِي هاڻي ٿِئي تَه هِنَ وَبا ۽ وَڏِيءَ اگهائِيءَ کان اَسِ ڇُٽِي وَڃُون هِيءَ اَسانجي خُداوندَ يسُوعَ مسِيحَ ڪَري ٿِئي آمِين

## جيڪي پادرِي ٿِيڻَ وارا آهِنِ تنِ لاءِ دُعا

اي قادر مُطلق خدا ۽ اَسانجا آسمانِي پِيءُ تو پَهنجي پياري پُٽَ جي ڳَري مُلهَ واري رَتَ ڪَري پاڻ لاءِ هِڪڙِي عامَ ڪَلِيسيا ڳِڌِي تنهِ تي مهربانِيءَ جِي نَظَرَ رَکِي پَهنجِن ٻانهنِ بِشاپَنِ ۽ پَهنجي ڌَڻَ جي ڌَنارِنِ جي دلِيُن کي اِهڙِي هدايتَ ۽ سَمُجهَ ڏِي جو اُهي اُبهرائِيءَ ڪَري ڪنهِ تي هَٿُ نَه لائنِ اُنلو اُهي اِيماندارِيءَ ۽ سِياڻپَ سان لائِقُ ماڻهنِ کي تُهنجِي ڪَلِيسيا جي پاڪَ خِدمَت لاءِ چونڊِينِ ۽ جيڪي ڪنهِ پاڪَ ڪَمَ تي مُقررُ ٿِيندا تنِ کي پَهنجو فَضُلُ ۽ آسمانِي برڪتَ ڏي تان تَه اُهي پَهنجِيءَ هلتِ چَلتِ ۽ تَعلِيمَ ڪري تُهنجِي وڏائِي

پَدرِي ڪَنِ ۽ سِڀِنِي ماڻھن جي ڇوٽڪي لاءِ واٽَ جوڙِين هِيءُ اسانجي خُداوندَ يسُوع مسِيحَ ڪَري ٿئِي آمِين

جَڏهِ لِتنئِ جو پَڙهڻُ نهرائَلُ نَ آهي تَڏهِ هيٺئِي لِکِئَلَ دُعا سيڪنهِ قِسمَ جي ماڻھن لاءِ پَڙهجي

اي خدا سَڀِ اِسانَ جاخلقِينڌڙ ۽ نپائِيندڙ اسِ سَڀ ڪنهِ قِسمَ ۽ درجي جي ماڻھن لاءِ نِيازَ سان توکي مِنتَ ٿا ڪرِيُون جو تُون مهربانِي ڪَري اُنهنکي پَهنجِي واٽَ ڏَسِ ۽ پَهنجو ڇوٽڪو سَڀِنِي قومُنِ تي پَڌرو ڪَرِ گهڻُگھرو عام ڪَليسيا جي چڱائِي لاءِ دُعا ٿا گُهرُون تَ اُها تُهنجي پاڪَ رُوحَ جي اِهڙِي هدايتَ ۽ سَمُجهَ لهِي جو جيڪيڪي پاڻکي مسِيحِي ٿا چوائِينِ سي حَقَ جي واٽَ تي چَڙهنِ ۽ رُوحَ جي هيڪڙائِي ۽ صُلحَ جي بَندَ ۽ سَچائِي جي هَلتِ ڪَري اِيمان تي بِيٺا رَهنِ نيٺ جيڪي رُوحَ جان بُتَ جان پَهرئِي حال ڪَري ڪنهِ طرحَ جاڏُکَ يا سُورَ ٿا سهَنِ [گهڻو ڪري جنِ ڪنِ اسانجيءَ دُعاؤُن طلبيون آهنِ] تنِ سيڀِني کي تُهنجي پِئُ جِهڙِي پالَ جي حوالي ٿاڪرِيُون تَ تُون پاجهَ ڪَري اُنهنکي سندن گُهرجُنِ پٽاندر دِلاسو ۽ ڇوٽڪو بَخشِ ۽ ڏُکَ سَهڻَ جي مَهلَ تِنکي ماٺِ ڏي ۽ نيٺِ سَڀِنِي مُصِيبتُنِ کان ڪَڍِي وٺِينِ هِيءُ يَسوع مسِيحَ جي واسطي ٿا گُهرون آمِين

اي قادر مُطلق ۽ گھڻو سَڀاجھا خُدا ۽ پِيُ اسِ توکي مِنتَ ٿا ڪريُون تہ تُون اسانجِيِ سائِڻ وِڪتوريا راڻِيِ ۽ آلبرٽ ايڊورڊ ويلسِ جي شهزادي ۽ اَليگزِندريا ويلس جِيِ شهزادِيِ ۽ سڀني شاهِيِ گهراڻي تي ٻاجھ ڪَرِ (۽ اَسِ پارلِمنٽَ جِيِ وَڏِيِ مَجلسِ لاءِ توکان دُعا ٿا گُھرُون) ۽ هِتي هُندستانَ ۾ فرمانُ فرمائِ ۽ گَورنر ۽ عدالت ڪَندڙَ ۽ ٻيا جيڪي راڻِيِ جي پاران اختيارَ وارا آهنِ اِنهنِ سَڀني لاءِ دُعا ٿا گُهرُون تہ اُهي سڀني ڪمنِ جي جوڙَ جَڪ سياڻپَ ۽ سچائِيِ ۽ ٻاجھ سان ڪَنِ تان تہ تُهنجي پاڪَ نالي جِي وَڏائِي ۽ تُهنجِيِ ڪَلِيسيا ۽ قومَ جِي ڀَلائِي نِڪري هيِ اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ ڪري ٿِئِي آمِين

اي خدا تو سَڀني قومن کي ڌرتِيِ تي رَهڻَ لاءِ هِڪڙي رَتَ کان پيدا ڪَيو آهي ۽ تو پَهنجو سَڳورو پُٽُ هِنَ لاءِ موڪَليو تہ جيڪي پَري آهنِ ۽ جيڪي ويجها آهنِ اِنهنِ سَڀني کي صُلحَ جِي ڳالهِ ٻُڌائي تُون هِيِ ڏي تہ هِنَ مُلڪَ جا سَڀِ رَهاڪُو تُهنجِي ڳولا ڪَري توکي لَهنِ ۽ جو قولُ تو ڪَيو آهي تہ آءٌ پَهنجو رُوحُ سَڀڪنهِ جُسي تي وِجهندُسِ تنهِ جي پُوري ڪرڻَ ۾ سيگهُ ڪَرِ اَسِ هِيِ پَهنجي چونڪي ڏيڻ واري يسُوعَ مسِيحَ جي نالي تي ٿا گُهرُون آمِين

# شُڪرانا

## عام شُڪرگُذاري

اي قادر مُطلق خُدا سڀ رحمتن وارا بابا اَسِ تُنهنجا ڪين جهڙا ٻانها دليون جانيون نماڻائيءَ سان هن لاءِ تُنهنجا ٿورا ٿا مڃون جو تو پنهنجي وڏي مهرباني ۽ مَحبت اسان ۽ سڀني ماڻهن تي پڌري ڪئي آهي (۽ خاص ڪري هنن تي جي هِنيَر تُنهنجي رحمتن لاءِ تُنهنجي واکاڻ ۽ شڪرگذاري ڪرڻ ٿا پائين) ۽ اسِ پنهنجي پيدائش ۽ پالڻ ۽ هن جياپي جي سڀني برڪتن لاءِ تُنهنجي وڏائي ٿا ڪريون پر اڃان بہ انهيءَ تُنهنجيءَ بي حد مَحبت لاءِ جا تو اسانجي خُداوند يسوع مسيح جي ڪري جهان جي ڇوٽڪي ۾ پڌري ڪئي آهي ۽ فضل جي وسيلن ۽ جلوي جي اُميد لاءِ تُنهنجي هيڪاري وڏائي ٿا ڪريون پيو اَسِ توکي مِنٿ ٿا ڪريون تہ تون پنهنجي سڀ نِعمتن جي اسانکي اهڙي پوري سمجهہ ڏي جو اسانجيءَ دليون بنا مڪر تُنهنجا ٿورا مڃينديون رهن ۽ اسِ نہ رڳو چپن ڪري پر پنهنجيءَ چال ڪري اهڙيءَطرح تُنهنجي واکاڻ پڌري ڪريون جو پاڻکي تُنهنجيءَ بندگيءَ ۾ ڏيئي پنهنجي سڄي عمر پاڪائيءَ ۽ سچائيءَ سان تُنهنجي حضور ۾ گذاريون هيءُ اسانجي خُداوند يسوع مسيح

ڪَري ڏي جنهِ جو توساڻَ ۽ پاڪَ رُوحَ ساڻ مُدامِي زماني تاءِ سَڀِ مانُ شانُ هُجي آمين

## مِينه وسڻَ ڪَري شڪرانو

اي خدا اَسانجا آسماني پِيءُ تون پهنجِي پَرورشِ جي فضُلَ سان سِياري ۽ اُونهاري مِرَدرتِي تي مِينهُ وَسائِي ٿو تان تَہ هُوءَ ماڻهنِ لاءِ ڦَلُ پَيدا ڪَري اسِ نِوڙَت سان تُهنجا شُڪرانا ٿا ڪريُون جو تو مِهرباني ڪَري اسانجي سوڙهِي مَهلَ پهنجِي مِيراث تي نيٺِ چڱو مِينهُ وَسايو ۽ سُڪَلَ زِمِينَ کي آلو ڪيُئِي جنهِ ڪَري تُهنجي ڪِينَ جِهڙنِ ٻانهنِ کي گهڻِي آسَ ٿِي ۽ تُهنجي پاڪَ نالي جِي وَڏائي اُنهنِ رِحمتُنِ ڪَري پَڌرِي ٿِي جي اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ مَنجهہ آهنِ آمِين

## سُڪار ٿيڻَ جو شُڪرانو

اي سَڀاجها بابا پَهنجِي جَهجهِي ٻاجهہَ ڪَري پَهنجِي ڪَليسيا جِي نِيازَ واريءَ دُعاءُ ٻُڌِي مهانگائِي ۽ ڏُڪارَ مان سَهانگائِي ۽ سُڪارُ ڪَيُئِي اسِ نِوڙَتَ سان هِنَ وڏِي نِعمتَ لاءِ تُهنجا ٿورا ٿا مَڃُون ۽ توکي هِيءُ عرضُ ٿا ڪَريُون تَہ تُهنجي ٻاجهہَ اسان تي سداءِ هُجي تان تہ اَسانجِي زِمِينَ پَهنجا ڦَلَ وَڌائِيندِي رَهي جنهِ ڪَري تُهنجي واکاڻَ ۽ اَسانجو آرامُ اسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسِيحَ جي وَسِيلي ٿِئي ∴ آمِين

وَبا يا ڪنهِ ٻِئِ وَڏِئِ اَگهائِيَ جي بند ٿِئڻ جو شُڪرانو

اي خُداوندَ خدا تو اسانکي ٻوائتِئِ وَبا ڪَري اسانجي ڏوهنِ جي سببان ڏُکويو هو ۽ اَسانکي اسانجي خَطائُنِ ڪَري ڏاڍو ٻيڙهيو هُئِي ٻَر هاڻي اِنصافَ جي مَهلَ تو ٻَهنجِئِ ٻاجهَ کي يادِ ڪَري اَسانجي رُوحنِ کي موتَ جي ڏَنگَ کان بَچايو آهي تنهِ ڪري اَسِ ٻاڻُ ۽ ٻَهنجا رُوحَ ۽ بُتَ جنِ کي تو بَچايو آهي سي توکي تُهنجي ٻِئَ جهڙي ٻالَ ۾ تا ڏِيُون هِنلاءِ تہ اَسِ تُهنجي جِيَرِي قُرباني ٿِي تُهنجي ڪَلِيسيا جي وِچِ۾ تُهنجي رِحمتُنِ جي واکاڻ ۽ وَڏائِي سَداءِ ڪَندا رَهُون هِيءِ اَسانجي خُداوندَ يَسُوعَ مسيحَ ڪري ٿِئُي آمِين

پُورو ٿِيو